## حصو ب ( مختصر جواب جا سوال)

هيٺين سوالن مان ڪي به 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي چار مارڪون رکيل آهن.

سوال2. پاڪ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن جي اخلاق مبارڪ بابت قرآن مجيد ڪهڙي شاهدي ڏني آهي؟

سوال3. آدمشماري وڌڻ سان ڪهڙا مسئلا پيدا ٿين ٿا؟

سوال4. شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ اتحاد لاءِ ڪهڙو مثال ڏنو آهي؟

سوال5. سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو ترجمو ڪهڙي دور ۾ ٿيو؟

سوال6. **هيٺين لفظن جا ضد لکو.**

امير، چڱن، هار، خانگي

سوال7. آمريڪا جي قومي سڃاڻپ جو نشان ڪهڙو آهي؟

سوال8. **هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو.**

سوڙ آهر پير ڊگهيڙڻ، هڙ ۾ ڪجهه هئڻ، مک جو ترڪڻ، اک چنڀ ۾ اچڻ

سوال9. ڪيرٿر جبل ۾ مکيه نئيون ڪهڙيون آهن؟

سوال10. **هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو.**

ڪارج، آجيان، سڌ، ترت

سوال11. **هيٺين لفظن مان واحد ۽ جمع الڳ الڳ لکو.**

روشني، ڪمپنيون، ٽيڪسي، پنهنجيون

سوال12. ڏي وٺ ٻٽو لفظ آهي. توهين اهڙا ٻيا چار لفظ لکو.

سوال13. هيٺين لفظن جا اشتقاق ڪريو ۽ معني لکو.

ابوالقاسم، طاقتور، سيد الشهداء، دولتمند

## حصو ج ( تفصيلي جواب جا سوال)

هيٺين سوالن مان ڪن به ٽن سوالن جا جواب ڏيو

سوال14. **هيٺين مان ڪنهن به هڪ شعر جي سمجهاڻي لکو.**

(الف) پهلواني جو وقت ويو گذري — آهي ڏنگن ڪان ٿيو ڏرڻ واجب

سوال15. حضرت امام حسين عليه السلام جو اهو ڪهڙو ڪارنامو آهي جنهن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي.

سوال16. هيٺين مان ڪنهن به هڪ شاعر جو احوال لکو.

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، محمد صديق مسافر، ڪشنچند بيوس

سوال17. پنهنجي پاءُ کي خط لکي ڪيس تعليم جي اهميت بابت ٻڌايو.

سوال18. پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسٽر / هيڊ مسٽريس کي اسڪول جي فيس معاف ڪرڻ جي درخواست لکو.